گل سيتار اڪيڊمي ڀورڙي شڪارپور سنڌ

# همدردي



بهترين، اخلاقي ادبي ۽ اصلاحي
ڪهاڻيون جو سلسلو

# همدردي

مرتب: گل حسن سيتار
1996ع

حق واسطا قائم                قيمت: 3.00

پروپرائيٽر : توفيق احمد
اداره : مولوي محمد عظيم ڪتب خانه
شاهي بازار شڪارپور سنڌ

ملڻ جو هنڌ: عبدالرزاق بڪ ڊپو مين روڊ ميهڙ سنڌ
رستم بڪ ڊپو ڪالج روڊ دادو سنڌ

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# محنت

خالد هڪ سٺو ڇوڪرو هو. لکڻ پڙهڻ ۾ هوشيار هو. خالد جي هوشياريءَ سبب ڪيس استاد ۽ مٽ مائٽ چڱو ڀائيندا هئا. سندس امتحان مٿان هئا تنهن ڪري هو راتِ ڏينهن محنت ڪري پڙهڻ لڳو. رات جو دير دير تائين پڙهڻ سندس عادت ٿي وئي هئي. هر سال هو ڪلاس ۾ ۽ اسڪول ۾ پهريون نمبر کٽندو هو. جنهن ڪري استاد ۽ مٽن مائٽن طرفان ڪيس انعام به ملندا هئا. هن دفعي سندس والد سڳوري چيو ته پٽ! جيڪڏهن تون هن دفعي به پهريون نمبر کنيو ته مان توکي سائيڪل وٺي ڏيندس.

خالد سائيڪل جو ٻڌي. ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اڃا به وڌيڪ پڙهڻ لڳو. صبح جو سوير اٿي نماز پڙهي تڙ وغيره ڪري پڙهائي شروع ڪندو هو ۽ رات جو دير دير تائين

پڙهندو هو. خالد جا دوست اچي کيس چوندا هئا يار! هل ته اچ وي سي آر (VCR) تي يا ڊش انٽينان تي ڪو فلم يا ڊرامو ڏسڻ هلون ڇاڪاڻ ته پڙهائيءَ سان گڏ ذهني تفريح به ضروري آهي. ليڪن خالد هر دفعي انهن کي اهو جواب ڏيندو هو ته اوهان نه ته پاڻ ٿا پڙهو ۽ نه ئي وري ٻين کي پڙهڻ ٿا ڏيو. اوهان پنهنجو قيمتي وقت نه وڃايو محنت ڪري پڙهو ته جيئن مالڪ پاڪستان جو ۽ قوم جو نالو روشن ڪيون انسانيت جي خدمت ڪيون سياڻي اسان کي ئي ملڪ جون واڳون سنڀالڻيون آهن. اچ اسين پنهنجو قيمتي وقت فضول ڳالهين ۾ ۽ فحش فلمن ۽ ڊرامن ۾ وڃائيندا سون ته پوءِ اسان ترقيءَ جون منزلون ڪيئن طئي ڪنداسون. ان تي سندس دوست ڪاوڙبا هئا يار تون وري ڪهڙو وڏو ماڻهو ٿڄندي وڏ ۾ وڏ ماستر يا ڊاڪٽر ٿيندي ٻيو ڇا ٿيندي هل اچ تمام سٺو فلم لڳل آهي. جنهن جو نالو آهي. "محنت" اسان محنت فلم ڏسنداسين ته اسان ۾ پڙهائي جي محنت ڪرڻ جو جذبو وڌندو تنهن ڪري هل ته هلي فلم ڏسون دوستن جي گهڻي اسرار تي خالد کين جواب ڏنو ته يار اوهان وڃي محنت فلم ڏسو مان هتي پنهنجي محنت ڪيان ٿو. الله مالڪ آهي ڏسون ڪير

ٿو وڏيڪ محنت ڪري ملڪ ۽ قوم جو نالو روشن ڪري، ان چوڻ تي سندس دوست ڪاوڙجي ويا ۽ خالد انهن جي ڪاوڙ جي به پرواهه نه ڪئي ۽ پنهنجي محنت کي جاري رکيو.

نيٺ امتحانَ جي تاريخ به اچي وئي خالد امتحان ڏنو تمام سٺي نموني سان بنا ڪاپي ڪرڻ جي پيپر ڪري آيو. خالد پنهنجي محنت سبب تمام خوش هو ڇاڪاڻ ته هن سڀني پيپرن ۾ ڪاپي نه ڪئي هئي ۽ سڀئي سوال پنهنجي وقت جي پابنديءَ سان ڪري آيو هو.

جڏهن نتيجو ظاهر ٿيو ته استادن تمام گهڻي خوشيءَ سان چيو ته "اسان جي اسڪول جو شاگرد سڄي ضلعي ۾ پهريون نمبر آيو آهي. اوهانکي خبر آهي ته ان جو نالو ڇا آهي. ان جو نالو خالد آهي. جنهن هڪ هزار مارڪن مان 975 مارڪون کڻي پنهنجي استادن، والدين ۽ اسڪول جو مان مٿاهون ڪيو آهي. اسان خالد تي فخر ٿا ڪريون جو هن ڏينهن رات محنت ڪري پنهنجي اسڪول جو نالو روشن ڪيو آهي. اسان انعام طور ڪيس ايندڙ سال جا ڪتاب ۽ بڪ ۽ 500 سؤ روپيه روڪ حوالي ڪريون ٿا.

خالد تمام گهڻو خوش ٿيو ڇاڪاڻ ته هن پنهنجي محنت سبب پهريون نمبر کنيو هو ۽ انعام وٺي جلدي جلدي گهر ويو ۽ پيءُ کي خوشخبري ٻڌايائين ته ”بابا مان نه صرف اسڪول ۾ بلڪ پوري ضلعي ۾ پهريون نمبر آيو آهيان. تنهن ڪري اوهان پنهنجي واعدي موجب مونکي انعام طور سائيڪل وٺي ڏيو. خالد جو پيءُ اها خوشخبري ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ کيس سائيڪل وٺي ڏنائين.

پيارا ٻارو! اوهان به محنت سان پڙهو راند جي وقت راند ڪريو ۽ پڙهڻ جي وقت پڙهائي ڪريو. اجائي فلمن تي، وي سي آر ۽ دش انٽينا تي وقت نه وڃايو.

# عظيم عورت

پيارا ٻارؤ! اوهان غزوه احد جو ته نالو ٻڌو هوندو! اوهانکي خبر آهي ته غزوه احد ۾ اسان جي پاڪ پيغمبر حضرت محمد ﷺ جو ڏند مبارڪ شهيد ڪيو ويو هو ۽ ڪافرن جي سخت حملي سبب حضور ﷺ جي مٿي مبارڪ ۾ لوهي ٽوپ (خود) جون ڪليون اندر هليون ويون هيون.

ان ئي جنگ ۾ حضور ﷺ جي چاچي شهيدن جي سردار حضرت حمزه رضي الله عنه کي شهيد ڪيو ويو هو. ڪافرن حضور ﷺ جي چاچي کي نه صرف شهيد ڪيو بلڪ نڪ، ڪن، چپ وغيره به ڪٽي ڇڏيا هئا. ڪافرن حضرت حمزه رضي الله عنه جو سينو چيري سندس دل مبارڪ به ڪڍي ورتي هئي.

چاچي جي شهادت ڪري حضور ﷺ کي به سخت صدمو پهتو هو. هڪ عورت حضرت حمزه رضي الله عنه جي لاش مبارڪ ڏانهن ميدان احد ۾ تيزي تيزيءَ سان اچي رهي هئي حضور ﷺ فرمايو. حضرت زبير رضي الله عنه کي فرمايو ته ان عورت کي روڪيو ته جيئن حضرت حمزه رضه جو لاش مبارڪ نه ڏسي سگهي. حضرت زبير رضي الله عنه ان عورت کي روڪيندي چيو ته حضور ﷺ حضرت حمزه رضي الله عنه جو لاش مبارڪ ڏسڻ کان منع فرمائي آهي ان عورت جواب ڏنو ته ”مون اهو ٻڌو آهي ته حضرت حمزه رضه جو نڪ، ڪن ۽ چپ وغيره ڪٽيا ويا آهن. الله جي رستي ۾ اها ڪهڙي وڏي قرباني آهي. اسان ان تي راضي آهيون مان الله مان ثواب جي اميد ڪريان ٿي ۽ انشاءَ الله صبر ڪندس“ حضرت زبير رضي الله عنه اها حقيقت

حضور ﷺ سان ڪئي پاڻ سڳورن ان عورت کي اجازت ڏني. ان عورت حضرت حمزه رضي الله عنه جو لاش مبارڪ ڏٺو انالله وانااليه راجعون پڙهيائين ۽ پيارا ٻارؤ! اوهان کي خبر آهي ته اها عورت ڪير هئي؟ اها عورت حضور ﷺ جي پڦي ۽ حضرت حمزه رضي الله عنه جي ڀيڻ بيبي صفيه رضي الله عنها هئي. حضرت زبير رضي الله عنه سندن پٽ هوس.

پيارا ٻالڪ اهڙيون عظيم عورتون اڄ جي زماني ۾ مشڪل سان نظر اينديون اهڙين عظيم عورتن جي پيٽ مان زبير بن العوام خالد بن وليد، طارق بن زياد، محمد بن قاسم، صلاح الدين ايوبي ۽ محمود غزنوي جهڙا مجاهد پيدا ٿيندا آهن. جيڪي اسلام جي ڪلمي کي بلند ڪرڻ لاءِ الله جي حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ تن من ڌن جي بازي لڳائي پنهنجي جان الله جي رستي ۾ ته قربان ڪندا آهن. پر الله جي دين کي مغلوب ڏسڻ پسند نه ڪندا آهن. تنهن ڪري ٻارو اسان کي به دين اسلام جي غالب ڪرڻ لاءِ ۽ ڪافرن کي شڪست ڏين لاءِ جدو جهد ڪرڻ گهرجي.

# همدردي

پيارا ٻارو! انور، اسد ۽ اصغر پاڻ ۾ گهاٽا دوست هئا، ٽئي هڪ اسڪول ۾ هڪ ئي ڪلاس ۾ پڙهندا هئا، هميشه انور پهريون نمبر ايندو هو، اسد ۽ اصغر ٻيو ۽ ٽيون نمبر ڪلاس ۾ ايندا هئا. هر سال وانگر هن دفعي به هنن ٽنهي دوستن پنجون درجو پهريون ٻيو ۽ ٽيون نمبر کڻي پاس ڪيو. استادن طرفان کين مبارڪون ڏنيون ويون ۽ انعام به پڻ ڏنا ويا.

انور اسد ۽ اصغر پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته اسان گڏجي هڪ ئي اسڪول ۾-داخلا وٺنداسون ٽنهي دوستن ڇهين درجي ۾ ڳوٺ جي مڊل اسڪول ۾ داخلا ورتي. اسد ۽ اصغر کي والدين ڇهين درجي لاءِ ڪتاب خريد ڪري ڏنا، باقي انور ويچارو غريب هو سندس پيءُ هيروئن پيئڻ شروع ڪئي هئي انور جي پيءُ کيس ڇهين درجي لاءِ ڪتاب خريد ڪري ڪونه ڏنا. انور جي ماءُ پنهنجي پٽ کي چيو ته، پٽ پيءُ جا حال ڏسين ٿو هو گهر ۾ ٽڪو به نه ٿو ڏئي جنهن مان ٻوڙ ٻاجي خريد ڪريان ڪالهه به

پاڙي وارن کان اتو اڌارو وٺي ماني پچائي هيم مون وٽ تيڏي پائي به نه آهي جو توکي ڪتاب وٺي ڏيان " جڏهن انور اهو جواب ٻڌو ته سندس اکين ۾ لڙڪ تري آيا انور غربت ڪري اسڪول وڃڻ بند ڪيو هاڻي هو. روزانو ڳوٺ جي پرسان اسٽيشن تي ڇولا وڪڻڻ ويندو هو. جيڪي پئسا ڪمائيندو هو سي گهر ۾ گذر سفر لاءِ ماءُ کي ڏيندو هو. هو ڏانهن اسد ۽ اصغر روزانو اسڪول ويندا هئا، استاد حاضري پڙهندو هو ته انور غير حاضر هوندو هو. انور جڏهن ٻه ٽي ڏينهن غير حاضر رهيو ته اسد ۽ اصغر انور جي گهر آيا. انور جي ماءُ کان پڇا ڪيائون ته "ماسي انور ڪٿي آهي؟ هو ٻن ٽن ڏينهن کان اسڪول به نه ٿو اچي؟ انور ماءُ جواب ڏنو ته "پٽ! هو روزانو اسٽيشن تي ڇولا وڪڻڻ ويندو آهي ۽ شام جو واپس ايندو آهي" اسد ۽ اصغر اهو معلوم ڪري اسٽيشن تي ويا ته انور اسٽيشن تي گهمي رهيو هو ۽ گرم مصالحيدار ڇولن جو هوڪو ڏئي رهيو هو. اسد ۽ اصغر انورسان مليا ڪائنس اسڪول نه اچڻ جو سبب پڇيائون انور جواب ڏنو ته " منهنجو بابا هيروئني ٿي ويو آهي. گهر ۾ کائڻ لاءِ ڪجهه به نه آهي. تنهن ڪري مان روازنو گذران لاءِ ڇولا وڪڻندو آهيان" اسد

چيو ” پر انور! تون تہ ننڍڙو آهين هيءَ عمر تہ پڙهڻ جي آهي.“ انور جواب ڏنو تہ هائو اسد! پر مان ڇاڻو ڪري سگهان، پوءِ اسد ۽ اصغر انور کان موڪلائي گهر ڏانهن آيا. ٻئي ڏينهن تي اسد پنهنجي دوست اصغر کي چيو تہ ”ادا اصغر! انور جي ڪجھ مدد ڪرڻ گهرجي آخر هو اسان جو دوست آهي“ اصغر جواب ڏنو ”هائو اسد! پر اسان انور جي ڪيئن مدد ڪري سگهون ٿا. اسد چيو تہ ان جي هڪ ترڪيب آهي، اها هيءَ تہ اسان ٻئي هڪ پاندارو خريد ڪيون پوءِ اسان پنهنجي اڌ خرچي روزانو ان ۾ وجهون اهڙيءَ ريت ڪجھ ڏينهن ۾ چڱا پئسا گڏ ٿي ويندا جنهن مان اسان انور کي ڪتاب خريد ڪري ڏينداسين. اصغر چيو هائو ادا اسد! اها ترغيب تمام سٺي آهي هاڻي اسد ۽ اصغر هڪ پاندارو خريد ڪيو جنهن ۾ روزانو هو پنهنجي اڌ خرچي وجهندا هئا. اڃا ٻہ هفتائي مس گذريا تہ استاد هڪ نوٽيس انور کي ڏيندي چيو تہ هي نوٽيس انور جي پيءُ کي ڏجان ۽ ڪيس چئجان تہ ”انور کي جيڪڏهن اوهان ٻن ڏينهن اندر نہ موڪليو تہ ان جي نالو اسڪول مان ڪڍيو ويندو.“

اسد اهو نوٽيس ورتو ۽ استاد کي چيائين تہ ”سائين

مان هڪ عرض ڪيان" استاد چيو هائو پٽ! چئو ڇا ٿو چوڻ چاهين؟ اسد هٻڪندي چيو تہ "سائين انور جو پيءُ هيروئنچي آهي هو ڏاڍو غريب آهي تنهن ڪري روزانو اسٽيشن تي ڇولا وڪڻڻ ويندو آهي" استاد چيو تہ پٽ اسد! تون واقعي سچ ٿو چوين" اسد جواب ڏنو تہ هائو سائين! مان سچ ٿو چوان استاد چيو تہ پٽ اسد! تون واقعي سچ ٿو چوين" اسد جواب ڏنو تہ هائو سائين! پر اوهان ان سان ملڻ ڇو ٿا چاهيو؟ استاد چيو تہ "پٽ! مان انکي پڙهائڻ ٿو چاهيان" اسد چيو تہ " پر سائين انور جيڪڏهن پڙهندو تہ پوءِ انجي گهر جو گذران ڪيئن ٿيندو" استاد چيو تہ پٽ اسد! ڇا ان جي ماءُ کي سلائي جي مشين تہ ڪونهي؟ استاد چيو تہ "پٽ اسد تون مونکي انور سان ملاءِ مان انهن کي سلائيءَ جي مشين بہ وٺي ڏيندس" اسد چيو تہ پر سائين انورکي ڪتاب اصغر ۽ مان وٺي ڏينداسين" استاد پڇيو تہ "پٽ اسد! توهان انور کي ڪتاب ڪيئن وٺي ڏيندو" اسد چيو تہ " سائين اصغر ۽ مان هڪ پاڻدراي ۾ پنهنجي خرچيءَ جا اڌ پئسا انور جي ڪتابن لاءِ گڏ ڪندا هئا سين انهن پئسن مان اسان انور کي ڪتاب خريد ڪري ڏينداسين." استاد چيو تہ شاباش پٽ اسد ۽

اصغر اوهانکي هجي اوهان غريب جي مدد لاءِ هڪ وڏو قدم کنيو آهي.

انڪان پوءِ اسد ۽ اصغر استاد کي انور گهر وٺي ويا ۽ سمورو معاملو ان جي فضل سان طئي ٿي ويو اهڙي طرح انور، اسد ۽ اصغر گڏ پڙهڻ لڳا.

# گارين جو جواب

هڪ دفعي هڪڙو بادشاهه هڪ شخص تي ناراض ٿي ويو ۽ ڪاوڙ سبب انکي تمام گهٽيون گاريون ڏنائين ۽ اهو شخص ٻڌندو رهيو جڏهن بادشاهه گاريون ڏيڻ بند ڪيون، سندس ڪاوڙ ڍري ٿي ته ان شخص بادشاهه کي چيو ته ”اوهان کي شرم نٿو اچي اوهان مونکي گاريون ٿا ڏيو. جڏهن ته اوهان هن زمين تي الله جا خليفه آهيو. ڇا الله جا خليفه اهڙائي بدزبان ۽ زبان دراز هوندا آهن. اهڙي قسم جون ڪريون ڪريون ڳالهيون ٻڌي اهو بادشاهه ڏاڍو شرمندو ٿيو ۽ ان شخص کي چوڻ لڳو ته اوهان مونکان گارين جو بدلو وٺو. ان شخص وراڻيو ته بدلو وٺان يعني

مان به اوهان وانگر حماقت ڪريان ۽ گاريون ڏيان. بادشاهه چيو ته چڱو اوهان جيترو مال چاهيو اهو معاوضي ۾ مونکان وٺو اهو چوڻ لڳو اهو به نٿو ٿي سگهي. بادشاهه چوڻ لڳو چڱو ڀلا هيئن ڪر ته منهنجي غلطي الله جي خاطر معاف ڪر ان شخص چيو ته هائو ائين ٿي سگهي ٿو، مون اوهانکي الله جي خاطر معاف ڪيو. بادشاهه ڪنڌ جهڪايو ۽ پوءِ چيائين ته الله جو قسم هاڻي مان آئينده اهڙي غلطي نه ڪندس.

گاريون ڏيڻ تمام خراب ڳالهه آهي. حديث ۾ آيو آهي. ته مسلمان کي گار ڏيڻ فسق آهي ۽ انکي قتل ڪرڻ ڪفر آهي. هڪ حديث ۾ آهي ته جڏهن هيءَ امت گاريون گند ڏيندي ته الله جو نظرن کان ڪري پوندي تنهن ڪري گارين ڏيڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي.

# حاضر جواب

پيارا ٻارو! پراڻي زماني ۾ ٻه بادشاهه هئا جن ۾ جهڳڙو ٿي پيو ۽ اهو جهڳڙو وڌندوئي رهيو پهرئين بادشاه ارادو ڪيو ته هو ٻئي بادشاهه ڏانهن ڪو قاصد موڪلي

جيڪو وچي انکي ڪريون ڪريون ڳالهيون ٻڌائي اچي. تنهن ڪري هن درٻارين مان هڪ وزير کي چونڊيو ۽ انکي گهرائي چئين ته "مان اهو چاهيان ٿو ته ان بادشاهه ڏانهن توکي موڪليان جنهن کي تون ڪريون ڪريون ڳالهيون ٻڌائي اچين" ليڪن وزير معذرت ڪندي چيو ته "جهان پناهه! اهو مونکي زندهه ئي نه ڇڏيندو" بادشاهه تسلي ڏيندي چيو ته "اوهان نه ڊڄو! جيڪڏهن ان توکي ٿورڙو به نقصان پهچايو ته منهنجي بادشاهيءَ ۾ جيڪي به ان جو عوام آهي مان انهن سڀني جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيندس" وزير هٿ ٻڌي عرض ڪيو ته "جهان پناهه! اهي جيتريون به سسيون اوهان ڌڙ ڌار ڪندؤ انهن مان ڪابه هڪ منهنجي ڌڙتي فٽ نه ايندي ان ڳالهه تي بادشاهه کلي ويٺو ۽ وزير مٿان شامت ٽري وئي.

پيارا ٻالڪ! ڏٺو ان وزير جي حاضر جوابي جو هن پنهنجي جان کي بچائي ورتو. اهڙي قسم جي دانائي ۽ ڏاهپ ڪنهن ڪنهن کي ملندي آهي.

# محبت مصطفيٰ ﷺ

حضرت زيد رضہ بن دثنہ اهو صحابي آهي. جنهن کي مشرڪن دوکي سان شهيد ڪيو. غزواه احد کانپوءِ ڪجهہ ماڻهو حضور ﷺ جي خدمت ۾ آيا ۽ عرض ڪيائون تہ ڪجهہ اصحابي اسان کي ڏي جيڪي اسان سڀني کي تعليم ڏين. حضور ﷺ ڇهہ يا ست ڏهہ اصحابي سڳورا انهن جي حوالي ڪيا. انهن اصحابن ۾ حضرت زيد بن دثنہ بہ شامل هو. انهن ماڻهن غداري ڪندي سڀني اصحابن کي سواءِ حضرت خبيب رضہ بن عدي ۽ حضرت زيد رضہ بہ دثنہ جي سڀني کي شهيد ڪري ڇڏيو. انهن ٻنهي اصحابن کي مشرڪن قيد ڪري ڇڏيو ۽ مڪي ۾ آڻي ڪين قريشن وٽ وڪڻي ڇڏيو. حضرت زيد بن دثنہ کي صفوان بن اميہ پنجاه اٺن جي بدلي خريد ڪيو ڇاڪاڻ تہ سندس پيءُ اميہ بن خلف کي مسلمانن بدر ۾ قتل ڪيو هو تنهن ڪري پنهنجي پيءُ جي بدلي وٺڻ خاطر حضرت زيد بن دثنہ کي خريد ڪيائون. جڏهن زيد رضي الله عنه کي ڦاسي تي لٽڪائڻ لڳا تہ ڪيس حضرت ابوسفيان رضي الله عنه (جيڪو انهيءَ وقت ڪافر هو. پوءِ مسلمان ٿيو) جا ساٿي

جيتري محبت ان سان ڪن ٿا. دنيا ۾ ٻئي ڪنهن شخص جا اهڙا شيدائي نہ آهن.

پيارا ٻالڪ! اسانکي پياري پيغمبر ﷺ سان محبت ڪرڻي آهي ڇاڪاڻ تہ اهو ايمان جو حصو آهي قرآن پاڪ ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ اي نبي ﷺ مسلمانن کي چئو تہ جيڪڏهن اوهين چاهيو ٿا تہ الله پاڪ اوهان سان محبت ڪري تہ پوءِ منهنجي (محمد ﷺ) جي پيروي ڪريو تہ الله پاڪ اوهان سان محبت ڪندو هڪ ٻئي هنڌ ارشاد آهي تہ جنهن رسول الله ﷺ جي اطاعت ڪئي تنهن الله تعاليٰ جي اطاعت ڪئي. رسول الله ﷺ جو ارشاد آهي تہ اوهان مان ڪو بہ شخص ايستائين مؤمن نٿو ٿي سگهي جيستائين مان انکي پاڻ کان، سندس ماءُ پيءُ اولاد ۽ سڀني انسانن کان پيارو نہ هجان. تنهن ڪري حضور ﷺ سان محبت رکڻ ايمان جو جزو آهي.

الله پاڪ اسان سڀني کي حضور ﷺ سان محبت رکڻ جي توفيق عطا فرمائي. (آمين)

پورو ٿيو

# قلبي اڃ

دفعو ٻيو (مصنف بادام ناتوان) هديه ..

تصوف جي دنيا ۾ مرحوم بادام ناتوان جو تحرير ڪيل ڪتاب بنام (قلبي اڃ) اوهان لاءِ روحاني ، جسماني، اخلاقي محبتي، شربتيءِ حڪمتي دنيا جو جام ثابت ٿيندو- اداري جي طرفان ڪيترا سال اڳ شايع ٿي ناياب ٿي ويو، اسان هن ظلم جي معاشري جتي دل جي بينائي ختم ڪيل ماحول، خانداني - دولت جي حوس- برادري، حسب نسب، جي آڙ ۾ دلين جو قتل عام جهڙن حالتن کي ڏسي دوباره شايع ڪري رهيا آهيون. اميد ته پڙهندڙ کي هڪ بهترين ڄاڻ سان گڏو گڏ سندن روحاني - حڪمتيءِ محبتي دنيا جو هڪ لطف ڏيندڙ ڪتاب ثابت ٿيندو اچ ئي خريد فرمايو. =/٠ روپيه موڪلي رجسٽرڊ پوسٽ گهرايو.

پروپرائيٽر: توفيق احمد ولد نور احمد (مرحوم)

ادارہ مولوي محمد عظيم ڪتب خانہ

شاهي بازار پير عبدالرحمان گهٽي شڪارپور سنڌه